سستو ساهتيه مالها
نمبر ١٤

# مولانا ابوالڪلام آزاد

لااا ابوالڪلام آزاد

ليک:- ديو ناڻاٽي.

## جنم

مولانا آزاد سورهين صدي جي مشهور نامڪٽي سنت، حضرت شيخ جلال الدين جي پوٽن مان آهي. شيخ جلال الدين پنهنجي وقت ۾ مذهبي شاسترن جو آچاريه سمجهيو ويندو هو. هن کي هزارين پوئلڳ هئا. هن جا لکيل حديث سندس هوشياري جي اڄ به ثابتي آهن.

اڪبر کي جو ودوانن ۽ پڙهيلن ماڻهن سان گڏجڻ مسجڻ ۽ گڏ وهڻ جو شوق هو، ان سبب ڪيترائي اهڙا انسان وٽس سدائين رهيا پيا هوندا هئا. شيخ صاحب به دهليءَ اچي رهيو. اڪبر کيس گهڻو چاهيندو هو. اڪبر جي پٽ مرزا عزيز ڪوڪلتاش جي پڻ ساڻس گهڻي پريت ۽ محبت پئجي وئي. اڪبر هن کي ڪاليج کولي ڏيڻ چاهيو ٿي ۽ پيٽ قوت لاءِ هڪ جاگير پڻ عطا ڪرڻ جو خيال ڪيو ۽ اهڙو پنهنجو رايو به پيش ڪيو، ليڪن شيخ صاحب انڪار ڪري ۽ چوڻ لڳو، "غريبي ئي منهنجا وستر آهن. بادشاه جو دان قبول ڪري، مان پنهنجي آتما کي راجه ڪرڻ نه ٿو گهران."

مولانا جو ابو مولانا خيرالدين به صوفي ۽ مولوي هو.
عربي ۽ فارسي ۾ هن ڪيترائي اهم ڪتاب لکيا آهن.
هو هڪ پهچل شخص ٿي ڏسڻ ۾ آيو. دهلي، گجرات،
ڪاٺياواڙ ۽ بمبئي ۾ هن جا ڪيترائي پوئلڳ هئا. ١٨٥٧ع
واري بلوي ڪري هن کي به هندستان ڇڏڻو پيو ۽
مڪي طرف هليو ويو. ان وقت جي اسلامي اڳوان، خليفي
سلطان عبدالمجيد هن کي ترڪي ۾ گهرايو، جتي هو ٻه
ٽي سال رهيو. اتي هن پيا به ڪيترائي ڪتاب لکيا
جي ڇپجي ظاهر ٿيا. وري هو مڪي موٽي آيو. ١٨٧٢ع ۾
هن مڪي جي "زبيدا نهر" جي صفائي ۽ اتين جوڙجڪ
جي ضرورت سمجهي ۽ ان لاءِ ملڪ ۾ ڦرڦوٽ ۽
سجاڳي پيدا ڪئي. آخر ٻارهن لک کٺا ڪري، اها
سڌاريائين. هن مڪي جي مشهور معروف ودوان شيخ
محمد ظاهر جي ڌيءُ سان شادي ڪئي. سيپٽمبر ١٨٨٨ع
۾، مولانا آزاد جو مڪي ۾ جنم ٿيو. مولانا جو اصل نالو
احمد هو ۽ پٽس کيس فيروز بخت جي نالي سان به
سڏيندو هو.

## ٻالڪ اوسٿا ۽ تعليم

احمد (مولانا آزاد) جي ٻالڪ اوسٿا گهڻو ڪري
مڪي ۽ مديني ۾ ٿي گذري. هن جي مادري ڀاشا عربي
آهي. هن شروعات ۾ ٿي عربي ۽ ماءُ کان سکي ورتي
۽ فارسي وري پيءُ کان سکيو. پٽس ٿي سندس تعليمي

جڏهن اڪبر "دين الاهي" نالي نئون ڌرم اختيار ڪيو ۽ ابوالفضل، فيضي ۽ ٻين ڪيترن ڌرمي مدبرن انجي پيروي ڪئي، تڏهن شيخ جلال الدين ٿي هو، جنهن اُن جي پيروي نه ڪئي. انجو اهو اثر، جو بادشاه جي اکين ۾ هڪ ڪنڊي مثل چڀڻ لڳو. انهيءَ سبب هن هندستان ۾ رهڻ ٺيڪ نه سمجهيو ۽ مڪي طرف هليو ويو.

مولانا آزاد جي ڪٽنب مان ٻيو به هڪ اهڙو بزرگ هو جنهنجو نالو شيخ محمد هو. هو جهانگير جي درٻار ۾ رهندو هو. هڪ ڏينهن بادشاه درٻار ۾ آيو ته ٻين سڀني کيس اٺڙي سلام ڪيو ليڪن شيخ محمد ائين ڪين ڪيو. کيس چيو ويو ته "تون بادشاهه کي سلام ڪر" ليڪن هو اڏول رهيو ۽ پنهنجي ڳالهه کان ڪين هٽيو. هن چيو "اٺڙي سلام ڪرڻ رڳو خدا کي ٿي سونهين ٿو." آخر کيس ۴ سال گواليار جي قيد خاني بند ۾ ڪيو ويو. هن مان ثابت آهي ته مولانا آزاد جا وڏا پڻ آزاد طبع جا مالڪ هئا ۽ ڪنهن جي اڳيان به ائين سر جهڪائڻ يا چاپلوسي ڪرڻ سندن ڌاتو ڪين هو. اهو ئي سبب آهي، جو سندن پويان به اڄ ڏينهن سوڌو ان بادشاهي ۽ ظالمي راڄ ۾ رهڻ پسند نه ٿا ڪن.

مولانا آزاد جي پڙڏاڏي شيخ سراج الدين ڪانسواءِ ڪنهن به سرڪاري نوڪري نه ڪئي آهي. سندس ڏاڏو توڙي ڏاڏي پڻ عزت پرست انسان هئا.

ويس ۾ تڏهن به وڌيڪ رهيو ۽ زندگيءَ جي ڏني اچهانڪ تائين سندس ساٿي ٿي رهيو.

۱۴ ورهين جي عمر ۾ ئي مولانا آزاد عربي ٻولي ۾ ساهتيه جي گهري ودوان مولانا شبلي سان لکپڙهه شروع ڪئي ۽ لاهور جي "مخزن" ۾ ڪجهه اتوانتا ليک لکيا. ۱۹۰۴ع ۾ جڏهن مولانا آزاد، شبلي سان گڏيو تڏهن ڪيترو وقت مولانا شبلي، مولانا آزاد جي ليکن جي ساراهه ڪندو رهيو. هن ابوالڪلام آزاد کي، ان مولانا ابوالڪلام آزاد جو پٽ سمجهي هي سڀ ڳالهيون پڇي ڪيون. جڏهن کيس خبر پيئي ته هي خود ئي ابوالڪلام آزاد آهي، تڏهن ڏاڍين آڳرين اچي ويس.

نواب موهسن الملوڪ، مولانا آزاد کي "عمر ۾ ٻار ۽ علم ۾ بزرگ" ڪوي لکندو هو. مصطفيٰ ڪمال ۽ جگلون پاشا وغيره پرديسي ملڪن جا مدبر ۽ اڳوان به سندس لکڻ تي مست هئا ۽ سندس ليکن جو ترجمو، فارسي، ترڪي وغيره ٻولين ۾ ٿي چڪو آهي ۽ ٿيندو رهي ٿو.

۱۹۰۷ع ۾ سندس پيءُ پوئلڳن جي گهڻي، زور ڀار پوڻ تي، ڪلڪته ۾ ئي جاءِ جڳهه وٺي ويهي رهيو. جڏهن ۱۹۰۹ع ۾ ان (پطس) رضا ڪئي، تڏهن مولانا آزاد تي ڪيترو ئي زور لاتو ويو ته هو ان جو گادي نشين ٿئي، ليڪن هن کي اها ڳالهه ڪين آئڙي ۽ هن پنهنجا پوئلڳ ڪين بڻايا.

مرشد هو، ڇاڪاڻ جو ان وقت سندس پيءُ جو گهر ئي
تعليم جو مرڪز هو. هوئي سڀني کي تعليم ڏيندو هو؛
سياويڪ ڪيس پنهن جي پٽ کي به تعليم ڏيڻي پيئي
ئي، اهڙيءَ طرح ننڍي هوندي کان ئي کيس پڙهڻ جو
شوق جاڳ گهڻو ٿيو. ڪجهه ڏينهن لاءِ هو مصر جي
مشهور يونيورسٽي ”ال-اظهر“ ۾ به پڙهيو. ١٤ ورهين
جي عمر لاءِ هن تعليم پوري ڪئي. هو ايترو ته
هوشيار هو، جو ڪلاس کان ڪلاس هلائڻ جو به ڪم
ورتو ويندو هو. ان وقت ئي کيس ”شمع ال علماء“ سمجهيو
ويندو هو.

## هندستان ۾ اچڻ

جڏهن مولانا آزاد هندستان جي زمين تي پير رکيو،
تڏهن هو فقط ١٥ ورهين جو هو. هن اچڻ شرط هڪ
ساهتيڪ ماهوار رسالي جو سمپادڪ ٿيڻ قبوليو ۽ ان
رسالي جو سمپادڪ ٿيڻ قبوليو ۽ ان رسالي جو نالو
”لسان-ال-صدق سچ جي زبان“ هو. مولانا الطاف حسين
”حالي“ تي ان جو تمام گهڻو اثر ٿيو. ١٩٠٤ع ۾ جڏهن
مولانا آزاد جي ”حالي“ سان ملاقات ٿي تڏهن هن کي
اعتبار ئي نٿي آيو ته هڪ ١٦ ورهين جو بالڪ هن
مشهور اخبار جو سمپادڪ هوندو ۽ اهڙي اثرائتي ۽ چيدي
ٻولي لکندو هوندو. جڏهن کيس دليلن سان ڏيکاريو
ويو. تڏهن مس مس اعتبار آيس. ليڪن عجب جي

جي پڙهڻ سان ڪيترا مسلم نوجوان، جي جهونن ۽ پراڻن
خيالن ۾ پليا هئا، سي آزاد ۽ خوش طبع ذهن ۾ آيا.
ڌرمي خيالن کان به هن هڪ نئون وايو منڊل پيدا
ڪيو. ان وقت جي مشهور هند ڪوي مرزا اقبال وانگر
پڙهيل مسلمانن کي پڻ هندستان جي ڳوڙهن مسئلن سمجهڻ
لاءِ صلاح ڏئي.

"ال - هلال" اردو اخبارن ۾ انقلاب آڻي ڇڏيو.
شايع ٿيڻ کان ان ڇپڻ مهين اندروني لوڪ پريه ٿي ويئي.
هڪ طرف سياسي ۽ ڌرمي ڳالهين جي چند چاڙ
ٿيندي هئي ته ٻئي طرف ساهتيه لاءِ به ماڻهن ۾ شوق
جاڳايو ويندو هو. اڄ تائين ان اخبار جي پراڻين ۽
جهونين ڪاپين لاءِ به ماڻهو کوج ڪري رهيا آهن.

ان وقت تائين هڪ پڙهيل ڳڙهيل مسلمان، سياسي ۽
ڌرمي ڳالهين جي خيال کان علي ڳڙهه ۾ سکول ذريعي
پرچار ڪري رهيو هو. عليڳڙهه ان لاءِ واهڻ هو. هندستان
جي هر هڪ مسلم شاگرد کي ڄاڻ آهي ته سر سيد احمد
خان، ڪانگريس جي هڪ اجلاس ۾ شامل ٿيڻ بعد چاهيو
ٿي ته مسلمانن کي ڪانگريس کان جدا ڪريان. انهيءَ
خيال کان هن عليڳڙهه ۾ مسلمانن جي تعليم جو ڪم
پنهنجي هٿن ۾ ڪيو. هن جو اهو ويچار هو ته مسلمانن ۾
راجنيتي شناس پلي گهٽ رهي، ليڪن مذهبي واڄ پڪڻي
جو انگ وڌيڪ رهي. ١٩٠٦ع ۾ سرڪار جي رهنمائي

اهڙن ڏينهن ۾ مولانا آزاد جي دل تي مسلم ملڪن
جي وهمي غلام ڪيري واري زندگي جو اثر هو ۽ هن
چاهيو ٿي ته اهي عام جي مورتي ڦيرائجي ۽ منجهن
جيون جو رس پوجي. هن کي اهڙن ملڪن جي حالتن
جي چڱي پر ڄاڻ هئي. جڏهن اهڙن جي آزاديءَ لي
لهر ايندي ٿي ويئي، تڏهن مولانا کي به وڏيڪ ڏڏڪو
رسيو ٿي ۽ ڇرڪ جاڳي ٿي. هن جي اندر ۾ آتش مالڪ
هئي. بلڪ منجهس جوش ڀريو رهت، ساوڻ جي درياءَ
واڱر اندر ئي اندر ڇوليون مارڻ لڳو ته. ڪيئن هنن
مسلم ملڪن کي آزاديءَ جو پيغام پهچايان. ان واهه ۾
هن هڪ اخبار ”ال-هلال“ نالي ڪلڪتي مان ١٩١٢ع
۾ شروع ڪئي. اها اخبار پنهنجي ڍنگ جي هئي.
ان جي بيهڪ ۽ لکڻي انگريزي اخبارن سان ڪلهو
هڻڻ لڳي. مولانا ان ۾ نئون ڍنگ پيدا ڪيو ۽
پنهنجي نوجوانيءَ جي رت سان، ان کي زنده رکڻ جو
پورو پاڻ ڪيو. اردو ڪوتا کي جڻ نئون جنم مليو.
پوءِ ٣٠ سالن ۾ ڪيترن شاعرن ۽ ليکڪن کي پنهنجي
آزاد رائي ۽ ويچارن ظاهر ڪرڻ جو جڻ موقعو مليو.
مولانا آزاد ته ان رائي تي به پهچي ويو ته ”غلام مسلمان
دنيا لاءِ نقصانڪار ثابت ٿيندا ۽ مسلم ويچارن ۾ انقلاب
اچڻ جي سخت ضرورت آهي.“ ”ال-هلال“ به
ان انقلاب جو هڪ واهڻ هئي. سياسي ليکن کانسواءِ
هن ڌرمي ڳالهين تي به ڪيترا مضمون شايع ڪيا، جن

اخبار تي پريس ايڪٽ جا حملا لاڳو ٿيا. ڪيترائي ڀيرا اخبار کان ضمانتون ورتيون ويون، ليڪن مولانا آزاد انهن ۾ اڻڊول رهيو ۽ اهڙن تڪليفن ۾ به هو پنهنجي اخبار کي هلائيندو رهيو. پارليامينٽ تائين ان ڳالهه جي پڙاڏي لاءِ لکپڙه ويئي. جيڪي ليک شايع ڪندو هو اهي اهڙا ائين سنسر ٿيندا هئا، ليڪن انهن ۾ سرڪار جو مقصد پورو ڪين ٿيو.

آخر سرڪار ڏهن هزارن جي ضمانت جي گهر ڪئي. سرڪار اوڙي ان جا چاڙتا هندستان مان اخبار کي ليٽسٽ ۽ لاهوڙ ڪرڻ لاءِ ڪمر ڪسي بيٺا هئا. اوسٽ ۾ مولانا آزاد اهڙين شڪتين اڳيان ڪيترو ٽڪي ٿي سگهيو. مهاڀاري لڙائي شروع ٿي ويئي هئي ۽ انڊيا ۾ انگريزن جي پڪ ٿي، مسلم ملڪن تي ڪاروائي چاليو، ۽ اهڙي وقت هڪڙي آزاد اخبار جيڪڏهن سلطنتشاهي کان ڪيئن سهارن ٿي ٿي سگهي؟ آخر ۱۹۱۵ع ۾ هندستان جي پڇاڙ واري قاعدن هيٺ ان اخبار کي ضبط ڪيو ويو. ان کان پوءِ ڪيترن ئي ڪوشش ڪئي آهي ته اهڙي اخبار وري ڪڍون ليڪن نه ڪوئي اهڙو مضمون ٿو لکي سگهي، نه ڪوئي اهڙو ٻيانڪر ٿو رکي سگهي.

مولانا آزاد ڏاڍين ڏاڍو هو ۽ پڙس جهڙو هو. ائين هار کائي ويهي رهڻ سندس ڪم نه هو. "الهلال" جي بند ٿيڻ پڄاڻا وري ۱۹۱۶ع ۾ "البلاغ" شروع ڪيائين. ان وقت سرڪار سندس خلاف هئي، پنجاب

هيٺ مسلم ليگ ٻڌايا ٿي ۽ ان کي راڄڌنيءَ جو وارث
بڻايو ويو. ان وقت مسلم ليگ جو اصول اهو ئي هو ته
انگريزن سان وفادار رهجي. انگريزي آفيسر مسلم ليگ
کي پنهنجي سياسي مطلبن سڌ ڪرڻ لاءِ هٿيار ڪري
سمجهندا هئا. ان ويچار ڌارا جو ٻيو ٿالو عليڳڙهه هو.
عليڳڙهه سڪول جو پڙهيل مسلمانن تي ايترو ته اثر هو
جو مرحوم مولانا محمد علي ١٩١١ع ۾ ڪلڪتي مان
جيڪا "ڪامريڊ" نالي اخبار ڪڍي، تنهن شروعات
۾ ان سڪول جي ٻاري ۾ لکيو ۽ انکي آشيرواد ڏني،
ليڪن مولانا ابوالڪلام آزاد پنهنجي اخبار ۾ هن سڪول
جي خلاف جهاد ڪڙو ڪيو ۽ عام مسلمانن کي اپيل ڪئي
ته پنهنجي پياري وطن جي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ ۽
غلامي جي زنجيرن کي ٽڪر ٽڪر ڪرڻ لاءِ، ڪانگريس
جو ساٿ ڏين ۾، پراڻن خيالن جا پورو مرد حيرت ۾ پئجي
ويا ته هي مسلمان ٿي ڪري، مسلمانن جي تعليم گاهه
عليڳڙهه جي خلاف لکي رهيو آهي. ليڪن "ال-
هلال" پنهن جي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ اڳير ۽ اسٿر
وڌي ۽ آهستي آهستي ان جو اثر عام تي ڦهليو ويو
۽ ڏيري ڏيري پڙهيل آدمين جي آزاد خيالن ظاهر ڪرڻ
جو هڪ شايع مرڪز بڻجي پيئي.

آخر سرڪار کان سٺو ڪين ويو، جو عليڳڙهه مسلم
يونيورسٽي به سڌن تي ڪيڏ سان ڪليل هئي، ان کي
ڌڪ لڳي رهيو هو. سرڪار ڊپاه جو گهوڙو تيز ڪيو ۽

ليگ جي سيڪريٽري جي حيثيت ۾ مولانا آزاد سان
الي ڳڻيو ۽ پنهنجي ليگ جو مقصد "خود آزادي جي
حڪومت حاصل ڪرڻ" ٻڌايو، تنهن مولانا آزاد
انتي مان راضي ڪين هو. هن کي نه هئي ديش جي
آزادي جي لگن. سندس الونئي پلا "آزاد" سو آزادي
پدان ڪين رهيو. طوطي کي سوني پڃري ۾ سهڻين
خوشبون ۽ اڪيچار ڇڙون ملن، تنهن به هن جي
اندر مان سالن سان ڳڻ وهڻ ڪين وسرندو! هن جي
اندر مان اها چانڊوڪي رات ڪين ويندي، جنهن رات
هو مٺا سان ڳڻ، هڪ باغيچي ۾ ٽلي رهيو هو!!! اهڙي
طرح "آزاد" جي اندر مان اهائي آگ شعلا ڪري رهي
هئي ته جيترو جلد ٿي سگهي اوترو هن انگريزي سلطنت
دوڙي پڃري کي اُن آگ سان ساڙي، جلائي خاڪ ڪري
ٻاهر اڇلجي ۽ پنهنجي سونهن جو ذرو ذرو دنيا ۾ ڦهلجي.
هن کي هندن لاءِ مڪرر ٿيل خود حڪومت اتي آڻڻي،
ڪٿهڪري ذرا ڪين انتري خوشي نه ٿي، ليڪن ڪين
سرهائي ضرور هئي، جو هڪ ترقي پرست جماعت
اهڙو ٺهراءُ پاس ڪيو ۽ پنهنجو اهو مقصد رکيو.
١٩٢٠ع ۾ مهاتما گانڌي سان ڳڻ، هو ڪانگريس ۾
داخل ٿيو. ان وقت کان وٺي گانڌيءَ جي اهنسڪ
انقلاب ۾ سندس ايمان پڪي رهيو آهي. ليڪن مان الي
صاف ڪرڻ ٿو گهران ته سندس اهو مقصد اصل ڪونهي
ته آزاد هندستان ۾ به اهو اهنسا جو اصول قائم ڪيو

ڪيترن علائقن مان ۽ انهن علائقن جي گورنرن اُن جي
اچڻ تي بندش وڌي. ”ال-بلاغ“ جي اڪرڻ کان ٻن
ٽن مهينن بعد بنگال سرڪار به ان تي بندش وڌي
۽ اخبار جو ڇپجڻ بند ٿي ويو. باقي بهار ۾ هن لاءِ
اڪيلو هو جتي هو ڪم ڪري سگهي. هو ڪلڪتو ڇڏي
رانچي اچي رهيو، ليڪن سرڪار کان اهو به سٺو نه ويو
هن کي رانچي ۾ آڻي اڃا مهينا ئي مس لڳا ته سرڪار کيس
نظربند ڪري ڇڏيو ۽ جنگ پوري ٿيڻ کانپوءِ ۱۹۲۰ع ۾
کيس آزاد ڪيو ويو. رهائي يعني آزاد ٿيڻ تي ڪيترن ئي
عالمن ۽ مدبرن سندس آجيان ڪئي.

انهن عالمن جي سندس غير حاضري ۾ اهڙي حالت
ٿي هئي، جهڙي پاڻي بنان مڇي جي، ڪنول بنان
ڀونئر جي، چنڊ بنان چڪور جي، ۽ ڏيئي بنان پتنگ
جي. هنن مولانا کي پاتو، جڻ وڃايل ڪوهنور هيرو
بادشاهه وٽان لڌو هو. سندس ڪيل خدمتن جي
يادگيري ڪري، سندس اکين مان موتين جا لڙ،
ڳلن ڳلن کي سپرش ڪندي، ان پاڪواري زمين جي
مٿان اچي مولانا آزاد جي سيني جي مرڪزي روح واس
۾ لڳي، ان کي اعلى ۽ پاڪ خدمتن جو عوضو ڏيئي
رهي هئي. الله هو ته عوضو سندس پورو نه هو، نه هو!

ابوالڪلام آزاد جي ليکڻ ۽ ڪمن مان جو هندستان
جي مسلمانن تي اثر ٿيو، اهو ان مان ظاهر آهي ته جڏهن
۱۹۱۳ع جي مسلم ليگ اجلاس ۾ سر سيد وزير حسن

کين ڏاڍو ۽ اوري وقت پرني هو ڪلڪتي روانو ٿي
ويا. هن جو قرآن جو ترجمو اڄ ڪله ماڻهو چاهه سان
پڙهن ٿا.

ڪانگريس سان پڻ تنهن ناتو آهي ۽ ڪڏهن ته
صدر اليڪٽ ٿي آهي. ۱۹۲۰ع کان اڄ تائين هو ورڪنگ
ليڊرن مان هڪڙو رهيو آهي. مسلم ليگ جڏهن مغربي
قوم جي اثر هيٺ اچي ويئي، تڏهن هن ان سان ناتا
ٽوڙيا. پر "جمعيت العلماء هند"، جنهن جا ڪيترن
ڌرمچاري ۽ ودوان بزرگ آهن ۽ جا هندستان ۾
طاقت مند سنستا آهي، تنهن سان گهرا ناتا ٻڌي ويا
اٿس. خلاف هلچل وقت اهائي سنستا هئي، جنهن
اڪلوف ۾ آيل مسلمانن جي شوڀا ڪئي.

حضرت انگريز ڏٺو، جڏهن جو جمعيت العلماء جي
هيتري شوڀا ڪندي ته، کي شايد مذهبي زوري
ڪمزور رهيل هئا، جي اڪري نروار ٿيا ۽ تنهن جي
اڳواڻي قائم ڪرڻ لاءِ "مذهب خطري ۾" جا آواز اٿاري
جدا ٿيا ۽ مسلم قوم کي قوميت جي راهه کان دور گهلڻ
لڳا. ڪانگريس جا ڪٽر بزرگ مسلمان ته انهن آوازن
تي پرواهه ڪين ڪيا ۽ مولانا آزاد ته آزادي جو اوچو
جهنڊو کڻي ايترو ٿيو ناتو آهي.

۱۹۲۱ع ۾ مولانا آزاد جمعيت العلماء هند جي
ٽئين اجلاس جو صدارتي چونڊيو ويو. انهن ڏينهن ۾

ورڪنگ ڪاميٽي ھيٺيون ٺهراءُ پاس ڪيو. ”ھي ورڪنگ
ڪاميٽي ان راءِ جي آھي ته، جٿي جٿي شهزادو وڃي،
اتي اتي سندس آجيان هڙتالن سان ڪئي وڃي ۽ انهي
ٻائيڪاٽ ڪرڻ لاءِ هرهڪ پراونشل ڪانگريس ڪاميٽي
کي اختياري ڏني ٿي ته ان پروگرام کي عمل ۾ آڻي.“

شهزادي کي بمبئي ۾ لهڻ شرط آجيان ملي، جنهن
۾ هن کي هڙتال ڏسڻي پئي. بازارن ۽ محلن مان ڪيس
”گو بيڪ“ ۽ ”موٽي وڃ“ جا آواز ٻڌڻ ۾ آيا. بنگال
۾ ابن هڙتال ٿي، جو ان وقت بنگال ديش بندو ۽
مولانا آزاد جي اڳواڻي هيٺ هو ۽ سڀاش چندر بوس ته
ان وقت اڃا پرگهٽ ٿيو هو. هو آءِ- سي- ايس کي
الوداع ڏيئي، ڪانگريس سان ملي ويو.

۲۴ ڪلاڪن ۾ ڪانگريس ۽ خلافت جا والنٽيئر
بي قاعدي ٺهرايا ويا. ديش بندو ۽ مولانا آزاد گڏيا ۽
”پراونشل ڪانگريس ڪاميٽي“، ”پراونشل خلافت ڪاميٽي“
جي اڳواڻن جي هيٺيت ۾، هن ان حڪم کي ٽوڙڻ جو
فيصلو ڪيو. نتيجو اهو نڪتو، جو سڀ والنٽيئر
مولانا آزاد ۽ ديش بندو کان سواءِ گرفتار ڪيا ويا. ۱۰ ڊسمبر
اندر هزارين والنٽيئرن کي سزائون ڏنيون ويئون.

شهزادو ڪلڪتي ۾ ۲۵ ڊسمبر اچڻو هو. سرڪار
ٻنهي اڳواڻن کي گرفتار ڪرڻ چاهيو ٿي. ۱۰ ڊسمبر شام
جو، پوليس ڊپٽي ڪمشنر خاص پوليس سان مولانا آزاد
جي گهر تي چڙهائي ڪئي ۽ کيس گرفتار ڪري پوءِ

آيو ته هندو مسلم گڏجي هڪ ٿي پنهنجي قوم لئي ڳالهائي
رهيا آهن. جيتوڻيڪ مسلمان جي ڪانفرنس هئي پر
اڳتي ته هندو آيا، جو ٻنهي گڏيل اجلاس ٿي لڳو. ميدان
۾ اڳتي ته ماڻهو اچي ڪٺا ٿيا جو ٻ ڇٽ جي جاءِ نه
ڪانه هئي. ڪيترن کي لاچار موٽڻو ٿي پيو.

ڪيترائي ٺهراءَ پاس ڪيا ويا پر سڀني ۾ مکيه موضوع
کي لنڊن واري ٺهراءَ هو، جي هندن کي مسلمان ڪري
رهيا هئا. مولانا آزاد، جو ٻنهي ڪانفرنسن ايڪتا جو حامي
ٿي رهيو، سو ڪيئن ٿي اهي ڳالهيون سهي سگهيو؟
هن زبردست دليل پيش ڪيا ته اسلام اهو ڪين سهڪاري
ته اسين ٻي قوم يا پارسي انسان کي پنهنجي قوم
۾ زوري داخل ڪريون.

۱۹۲۱ع ۾ پرنس آف ويلس آيو هو. گانڌي جي
مولانا کي گهرايو. سرڪار اشتهار ڏنو ڪيو ته شهزادو
هندستان جي ماڻهن جا، انگلنڊ سرڪار پاران شڪرانا
ڏيڻ آيو آهي، جو هندستانين مهاڀاري لڙائي ۾ انگلنڊ
کي مدد ڪئي آهي. ماڻهن مان اڃان اهو امرتسر جي
جليانوالا باغ جي ڪوس وارو جوش ڪين ويو هو. سندن
ڦٽ اڃان ڇٽائي ڪين هئا ته وري مٿن لوڻ ٻرڪڻ
لاءِ هي شهزادو اچي رهيو هو. ڪين خبر هئي ته مهاڀاري
لڙائي جي مدد جي عوض، سرڪار ڪين ڇا ڏنو، ڪوس
۽ رولٽ ائڪٽ. هو سمجهي ويا هئا ته اها چالاڪي آهي
شهزادو ۱۷ نومبر ممبئي بندر تي لٿو هو. ڪانگريس

اُن لاءِ فقط چئي ڪندي، سرڪار کي اُن ڳالهه کان
آگاهه ڪيو. ورِي امرتسر ۾ جامع مسجد ۾ به مولانا آزاد
پنهنجا رايا پيش ڪيا. ليڪن پنجاب سرڪار کي همت
نه ٿي، جو هُن کي پڪڙي سگهي.

ساڳئي سال جي آگسٽ ۾ علي ڀائر ۽ ٻيا اڳوان ڪراچي
خلافت ڪانفرنس ۾ پڪڙيا ويا. مولانا آزاد ۾ ڪلڪتي
۲۰ هزار لڪر واسين اڳيان زبردست تقرير ڪئي، جنهن
۾ هن ٻڌايائين "اهو ساڳيو ٺهراءُ جنهن جي پاس ڪرڻ
ڪري علي ڀائرن کي گرفتار ڪيو ويو آهي، سو اصل
منهنجي صدارت هيٺ همت ڪلڪتي جي ٽائون هال ۾
پاس ٿيو هو ۽ اهو ٺهراءُ حقيقت ۾ ٺهيل منهنجو آهي.
جيڪڏهن اهو ٺهراءُ پاس ڪرڻ ڏوهه آهي ته مان
سرڪار کي ٻڌائڻ ٿو چاهيان ته هي سرڪار پنهنجا حملا
ٻي جاءِ ڪري وڃي آهي ۽ اُن جا نتيجا اُگرائي
ڪندا."

آخر مولانا آزاد کي گرفتار ڪيو ويو. هُن اُهوئي سنهو
ڏنو ته "مان اُتر سرحد، پنجاب ۽ بهار جي مسلمانن ۾
سڄي ڳڻي ڏسان ٿو. ڏهن سالن کان هنن فرمانبرداري
منهنجي حڪم جي پوري ٿي ڪئي آهي ۽ هنن
اُميد اٿم ته ۲۴ ڊسمبر تي هڙتال ڪري پنهنجي پيار
۽ اُلفت جو دلي اظهار ڪندا."

مهاتما گانڌي کي چيائين "ڪو به خيال ڳڻتي نه ڪيو
هون. امتحان اکري وڌندي آهي ليڪن همٿ نه ڪڍو

ديش ڀڳت کي گرفتار ڪري ورتو ويو. مولانا آزاد
هنگامون سمورو بنگال جي ماڻهن کي ڏنو، جڏهن هزارين
ماڻهو کين ڏسڻ آيا. "مان سڀني قومي ڪم ڪندڙن کي
اپيل ٿو ڪريان ته هو ڪڏهن پنهنجي فرض ادائي ۾ ڍري ڪرڻ
۾ پوئتي نه هٽي ۽ جيڪا سڀ ڪنهن کي فرض ادائي
مليل آهي، ان کي پوري طرح عمل ۾ آڻڻ لاءِ پنهنجي
سڀني جو زور لڳائي. اسان کي ڏسڻ لاءِ ٻه ڪلاڪ نه
نه وڃائڻو ۽ نه اسان جي گرفتاري کي اجائي مشهوري
ڏيڻو." جلد ئي کين لوڪل ڊسٽرڪٽ جيل ۾ پورو ماهه وارڊ س
۾ بند ڪيو ويو.

حقيقت ته اها هئي ته مولانا آزاد سال ڏيڍ کان
گرفتاري لاءِ تيار هو. هو گانڌي جي سان گڏ پنجاب ۾
ويو هو. امرتسر ۽ لاهور ضلعن ۾ مٿس ڳالهائڻ تي بندش پيل
هئي. گانڌي جي ڪٿي به ڪونه ڳالهايو، ليڪن مولانا آزاد
رهڻ وارو نه هو. هن پنهنجي خواهش پنجابين کي
ڏيکاري ۽ جمع نماز جي ٽائي ۾ هن بادشاهي مسجد ۾
تقرير ڪرڻ جو پروگرام مقرر ڪيو. پنجاب وزارت اها
ڳالهه، گانڌي جي جي ڌيان تي آندي ليڪن گانڌي جي
جواب ڏنو ته جيترو ملڪ عام قانون ٽوڙڻ هلچل شروع نه ڪئي
آهي ليڪن مولانا آزاد جهڙن ليڊر جوابدار ماڻهن لاءِ اها
صداقت کليل آهي."

مولانا آزاد مقرر ڪيل وقت تي خلافت هلچل ۾
سرڪار سان اسهڪار تي ڳالهايو. سول ۽ ملٽري کي ڪرنٽ

خلاف جوش ڦهلائڻ ۾ ڪانگريس همڪاري مصروف آهي.

انهيءَ وچ واري وقت، ڪيترن مسلمانن کي ڪاوڙائڻ ۾ علي ڀائرن به ڪانگريس کي الوداع ڪئي. ڪيترا مسلمان اڪثري ٻاهر ٿيا. ڪانگريس اندر، قومي مسلمانن هن ڳالهه تي ويچار ڪرڻ ۾ نيشنل مسلم ڪانفرنس ٺاهي ڪئي، جنهن جو ابتدائي مولانا آزاد، سڪريٽري ٽي-اي- شيرواني ۽ خزانچي ڊاڪٽر انصاري چونڊيا ويا. هن مسلمانن کي انهيءَ وقت چڱيءَ طرح سمجهائي ۽ دهلي ٺهراءَ موجب ڪم ڪري، ڪانگريس ۾ آڻڻ ٿي چاهيو. خلافت هلچل ڪانهي، انگريز سرڪار جي جوڙ ٿي، مسلمانن لوڪن جي ورهاست جو سوال اٿاريو. مولانا آزاد جي اها مرضي نه هئي ته انهن سڀني ڳالهين ۾ انڪي ٿئي رهجي. هن نه ١٩٢١-٢٣ وارن آزاديءَ جي پڄڻ ۾ مسلمانن کي گهٽ ٿي چاهيو ۽ هن چاهيو ٿي ته هو هندو ڀائرن سان گڏ آزاديءَ لاءِ لڙن.

ڪجهه وقت اندر موقعو آيو. ١٩٢٨ ۾ ڪانگريس جي ڪلڪتي واري اجلاس ۾، سرڪار کي آخرين الٽيميٽم ڏنو ويو ته سال جي اندر هندستان کي ملڪي راڄ ڏنو وڃي. اِن جي نه ملڻ ڪري ٻڌايو، "پورن آزادي" ڪانگريس جو مول مقصد رهندي.

سال پورن سان گذري ويو. ١٩٢٩ع جي ٣٠ ڊسمبر تي، رات جو ١٢ بجي جواهر لعل راوي نديءَ جي

سچائي سان ڀريل آهي ۽ خدا ۾ ايمان اٿس، سو ڪڏهن
به ناڪامياب نه ٿيندو." اهڙي اکر، هو پيغمبرن جا چوڻ،
عام کي ٻڌائيندو هو."

سنڌس خيال عام ماڻهو ڏيان سان ٻڌندا هئا. اهڙي
طرح ٥-٦ سال هن ان ڪم ۾ لڳايا. ١٩٢٨ع ۾ انگلينڊ سرڪار
ماڻهن جي دلين لي لڌو چيڙ وجهڻ لاءِ، سائمن ڪميشن
موڪلي ته هو ڏسي ته هندستانين کي ڪهڙا ڪهڙا حق
ڏنا وڃن ۽ ڪهڙن حقن جا هو لائق آهن. ڪميشن
ان ڪميشن لـي ڪو به هندستاني عضوو نه هو ۽
گوراڻي اچي هئا. ڪانگريس اعتراض ورتو ۽ انهيءَ ظاهر
روپ، بائيڪاٽ (Bycott) رسمي ڏيکاريو. سڄي هند
مونز ڪري، ان ڪميشن کي بائيڪاٽ ڪيو ويو.

مولانا آزاد هن هلچل ۾ زور سان ڀاڱو ادا ڪيو.
ڪلڪتي کان هو لاهور، امرتسر، راولپنڊي ۽ ٻين شهرن
۾ ويو، جتي اهڙا مونز ڪيائين. دهلي ۾ لـ ڪلمو ڪيا ٿو
چيائون "جڏهن ڪيلهن ٿي ملڪ واسطي، ٣ فيبروري
تي هڙتال نه ڪندا، نه مهرباني ڪري اڳتي ڀارت جي
آزادي جو اکر پنهنجي زبان تي نه آڻجو."

هڙتالون اپائيس تي زور سـيس تون. لاهور ۾ هڙتال لٺ
ڪري پوليس لٺ بازي ڪئي، جنهن ۾ لالا لجپتراءِ
زخمي ٿيو ۽ لکيو ۾ ورتي پنهنجي جواهر لعل کي به زخم
رسيا. پوليس جي هن انياءِ، ماڻهن ۾ هڪاري سرڪار

ڪانگريس جو اڳڪٺڳ پريزيڊنٽ سردار سردار ولڀڀائي
گرفتار ڪيو ويو. پوءِ مولانا آزاد اُن جاءِ تي مقرر ڪيو
ويو. هن عام مسلمانن کي اپيل ڪئي ته عام هلچل ۾
ڀرپور ونن. آخر مولانا کي به نظربند ڪيو ويو. جلد ئي
مهاتما گانڌيءَ مڪمل موڪ الٽين ورت شروع ڪيو ۽
۽ عام هلچل پوري ٿي.

## "ڪانگريس ۽ ڪائونسلون"

هلچل بند ٿي ته ڪانگريس جي ڪن ميمبرن جو
رايو هو ته ڪائونسلن ۾ گهڙجي. آخر ۱۹۳۴ع مئي ۾ پٽنا
۾ آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽي اهڙو ٺهراءُ پاس ڪيو
۽ هڪ پارليامينٽري بورڊ قائم ڪيو ويو. مولانا آزاد اُن جو
ميمبر مقرر ٿيو. ڪن هدايت ڪئي وئي ته وانگي هال
مان، جي به قاعدا قانون ٺهي اچن، تن جي مخالفت ڪن
۽ بساط آهي قاعدا پاس ڪن، جي ملڪ جي عوام کي
ڪجهه فائدي واري ۽ فائدو رسي.

۱۹۳۵-۳۶ع وارو وقت طوفاني وقت هو. انگلنڊ
سرڪار هندستان لاءِ نئون جوڙجڪ مڙهڻ ٿي چاهيو ۽
ڪانگريس ڪائونسلن اندر گهڙي انجو مقابلو ڪرڻ ٿي گهريو.
۱۹۳۶ع ۾ جواهر لعل ڪانگريس جو پريزيڊنٽ چونڊيو ويو ۽
هن سرڪار کي چٽليءَ ڏنو ۽ ماڻهن کي ان جوڙجڪ
کان آگاهه ڪيو. هن جو خيال هو ته ڪانگريس عهدا
جهلڻ قبولي. آخر آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽي جي

اهو سمورو پروپيگنڊا وانگر، سنڌ اسيمبلي ڪانگريس
پارٽي نه ڳوڙهائي ۾ پئي رهي آهي ۽ اهم ڳوڙهن ميمبر هيٺ
سڀ چڪتاءِ هلندڙ هئي. ڪانگريس الهه بخش
وزارت جي پٺي پئي ٺوري، ليڪن جڏهن ڏٺائين جو
سوال اٿو لڏهن مٿجهان ڦوٽ پئي. الهه بخش مولانا آزاد
وٽ ويو، جڏهن سنڌ ۾ اچي ڪم ڪرڻ ڇڏيو. مسلم ليگ
ڪانگريس ۽ الهه بخش وزارت جي ڦوٽ آڇو ڦاڙيندڙ
والي، پنهنجي وزارت ٺاهڻ لئي چاهي ليڪن وري به
مولانا آزاد اچي مسلم ليگ جي ڳالهين لئي پاڻي ڦيري
ڇڏيو ۽ ڪامل اڪرن ۾ ظاهر ڪيو ته "سنڌ ڪانگريس
ان وزارت جي پٺڀرائي ڪندي، جيڪا ڪانگريس جو
پروگرام عمل ۾ آڻڻ لاءِ انجام ڪندي."

جيڪو رخ سنڌ مسلم ليگ ورتو اهڙو سڄي هندستان
۾ مسلم ليگ اختيار ڪيو ۽ ڪانگريس وزارتن تي الزام
لڳائڻ شروع ڪيا. مسٽر جناح ۽ فضل الحق کي، مولانا
آزاد ۽ جواهر لعل چئلينج ڏنو ته ثابت ڪري ڏيکاريو
ته ڪانگريس وزارتن مسلمانن جي حقن کي ڇيهو رسايو
آهي. هنن هيڪاري ثابت ڪري ڏيکاريو ته ڪيترين
حالتن ۾ مسلمانن کي ڳوڙهائي واري قوم سمجهي، وڌيڪ
سهولتون ڏنيون ويون آهن. مسٽر جناح ۽ فضل الحق
لاجواب ٿيا ۽ ڪجهه ثابت ڪري ڪين سگهيا.

مولانا آزاد پنهنجن ڳالهين ۾ ايترو ورتل هو، جو الدوئن
العظام ڏانهن سهاوڻڪ ڪمس ڪهڙ ڏيان ڏئي ٿي ٿيو.

خاص ڪري ڪ. ۽ ض پور ۾ ڪرناٽڪي واري، جنهن اوڀر
ڦيرگهير ڪري ساڻن اهو ئي ورتاءُ جاري رکيو ويو.

١٩٣٧ ۾ ٿيل ڪانگريس ليجسليٽو اسيمبلي ميمبرن
جي ڪانفرنس ڪرائي الهندي ڳالهين کان واقف
ڪيو ويو. وزارتون قبول ڪيون ويون ۽ ١١ مان ٦
پرڳڻن ۾ ڪانگريس وزارتون ٺهي ويون. انهن وزارتن
مٿان نظرداري ڪرڻ لاءِ مولانا آزاد، سردار پٽيل ۽
راجندر پرشاد جي پارليامينٽري سب ڪاميٽي مقرر
ڪئي وئي.

اتر سرحد پرڳڻي ۾ ڪانگريس جي ٿي زبردست
پارٽي هئي، ليڪن اتي وزارت ٺاهڻ ۾ ڏکي هئي.
ليڪن خان عبدالغفار جي پرڳڻي ۾ اها وزارت نه ٺهي،
سا ڳالهه مولانا آزاد کان سٺي ڪين ٿي ۽ ساڳ خود
چڙهي ويو. هن اتي وڃي جاکوڙ ڪئي ۽ پٺاڻن
کي اهل ڪيو. آخر ٥-٦ ڏينهن جي اوجاڳن کان پوءِ
فتحياب ٿيو ۽ ڪن ميمبرن کان ڪانگريس جو فارم
ڀرائي وزارت ٺهرائين.

بهار ۾ هارين کي ڏنل الجام موجب هن زميندارن
کان حق وٺي ڏنا ۽ زميندارن کي وري سرڪار کان
سهوليتون وٺي ڏنيون. بهار ۾ راجنيتي قيدين جي ايڪ
هڙتال دور ڪرڻ جو ڪارڻ ٿيو ۽ سرڪار سندس
چوڻ موجب انهن کي سڀ سهوليتون مهيا ڪري
ڏنيون.

جو ٢٣ ڪلاڪ وڌيڪ رهڻ نه ڏيندي ڪين سگهندس:
مسلم ليگ کي وقت بوقت جواب ڏيڻ لاءِ مان خود وزارتن
جا ڏاتيل وچ جا چوندو هوس ته ڪي غلطيون ته ڪين
ٿيون آهن. مسٽر جناح شايد سمجهي ٿو ته مان اهو مسلمانن
جي فائدي لاءِ ڪري رهيو آهيان ليڪن حقيقت ان
جي ورڌ آهي. اڄ مسلمانن ۾ قوميت جو جذبو هڻڻ
گهرجي جنهن جي لاءِ هن وقت انتهائي سخت ضرورت آهي."

## پريزيڊنٽ

١٩٤٠ ۾ وري پريزيڊنٽ جي چونڊ جو موقعو آيو.
مولانا آزاد جي مخالفت ۾ ايم. اين. راءِ بيٺو، ليڪن ان
کي سخت ڌڪ آيو ۽ مولانا پريزيڊنٽ چونڊيو ويو.
هن هڪ تقرير ڪئي جنهن ۾ هندستان جي خواهش ظاهر
ڪئي ته هو رڳو هندستان تائين محدود نه آهن. هندستاني
دنيا جي همت مٿي کڻندڙ انصاف ۾ ڀاڱي وٺڻ چاهين ٿا.
هندستاني سمجهن ٿا ته دنيا جي لاهين چاڙهين جو
هندستان تي ضرور اثر پوندو."

ڪانگريس نازيزم ۽ فسزم ڏانهن اٿي ظاهر ڪئي
جنهن ۾ انهن کي ننديائون. ساڳئي وقت سلطنت شاهي
کي به ڌڪاريائون. ڪانگريس جي جنگ جي باري ۾
ورتل رخ جي به سمجهاڻي ڏنائون، جنهن ۾ چيائون ته
ڪانگريس انگريزن جي ايتري ڏسي رهي آهي. هنن
جو اهو ساڳيو ئي رخ آهي جيڪو ١٩١٤ع ۾ هو ۽
ڪانگريس سلطنتشاهي کي مدد نه ٿي ڪرڻ چاهي،
جو هندستان انگريزي وڌيڪ غلام رهندو."

ته ڪهڙي مسلمانن کي ڪانگريس ۾ ڪهڙيون تڪليفون
درپيش آيون آهن؟ ڪانگريس وزارتون ٺهيون ۽
ملڪ جي آزادي جي سوال تي هنن استعيفا ڏني.
مسلمانن کي حق آهي ته هو پنهنجي حق تلفي تي ڪرڪ
ڏين. ليڪن هنن کي اهڙو قدم نه کڻڻ گهرجي، جو
هندستان جي آزادي جي آڏو اچي ۽ مسلم قوم کي
دنيا جي اڳيان کلڻ هاب ۽ ڏنو ڪري. جيڪڏهن
مسلمانن کي ڪانگريس وزارتون پسند نه هيون ته اهي
ليڪن جي تعداد ۾ ڪمي ڪري ته ڇو ڪين اٿي سگهيا؟
ڇا! هنن رڳو ان ڏينهن لاءِ پئي واجهايو ته ڪڏهن
ٿيون ڪانگريس وزارتون پاڻيهي استعيفائون ڏين؟
اڍائي سال جي عرصي کان پوءِ ان ڏينهن جي اوڀاست
ڏسي، چونڪاري جو ڏينهن ملهائڻ لاءِ قاعده اعظم زور
پري رهيو آهي. ڪهڙو نه حيرت انگيز ڇتر دنيا اڳيان
مسلمانن جو جماعت ڇٽي رهيو آهي. مان مسلم جي
حيثيت ۾ اها شڪل ڏسي سهي نٿو سگهان ۽ اهڙي
بيهودي ۽ بي حياءِ واري ڇتر کي ڏسي، مون کي ته
شرم کان ڪنڌ هيٺ ڪرڻو ٿو پوي. مسٽر جناح ڪڏهن
به ثابت ڪري نه سگهيو آهي ته فلاڻيون تهمتون
ڪانگريس وزارتن تي آهن، ليڪن هو رڳو رواجي طرح
چوي ٿو ته ڪانگريس وزارتون مسلمانن جي خلاف
ڪم ڪن ٿيون. جيڪڏهن ڪا به شڪايت مسٽر جناح
ثابت ڪري وجهي ته مان اهو انسان آهيان جو وزارتن

جو مقابلو ڪندس." سرڪار انهن ڪرڻ لاءِ تيار نه هئي ۽ ٺاهه جون ڳالهيون ٽٽي پيون.

ڪرپس مشن ناڪامياب ٿي ۽ ڪانگريس وري پنهنجو ڪم شروع ڪيو. گانڌيجي ڪئٽ انڊيا (Quit India) نعرو هنيو ۽ ميدان تيار ڪرڻ لاءِ هر هنڌ اخبار رستي پرچار ڪيو. مولانا آزاد به ساڻس ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺو. آخر ٧ آگسٽ تي آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽي جي ميٽنگ ٻمبئي ۾ ٿي وئي، جنهن ۾ سموريون واڳون مهاتما گانڌي کي سونپيون ويون. (Quit India) ٺهراءُ پاس ڪيو ويو. ٺهراءَ ۾ انهن چتاءُ ڏنل هو ته "انگريز پنهنجي هٿن مان اول طاقت ڇڏين پوءِ هو ڀلي هتي رهيا پيا هجن."

سرڪار کان سٺو ڪين ويو ۽ ٩ آگسٽ صبح جو ئي مولانا آزاد کي ٻين اڳواڻن سان گڏ گرفتار ڪيو ويو. مولانا آزاد مشڪندي موٽر ۾ چڙهيو. شاه صاحب ڪين چيو آهي؟

"عاشق زهر پياڪ، وهه ڏسي وهسن گهڻو
ڪڙي ۽ قاتل جا هميشه هوراڪ
ٽوڙي چکن چاڪ، لڌهن آهه نه سلڻ عام کي."

آها! اهو ڪهڙو نه سهاڻو موقعو هوندو. جنهن وقت پرڀات جون ٿڌيون هوائون انسان کي ننڊ وا جي گود ۾ کهلي سڄي دنيا ستارن جو سير ڪرائي رهيون هيون، ان وقت مولانا آزاد جي موٽر "ٻان، ٻان" ڪندي رستو ڪاٽيندي ٿي وئي.

هندو مسلم سوال لاءِ چوائون، "ٻارهين صديءَ ۾
مسلمان هندستان ۾ آيا، مسلمانن کي به ٻين هندستاني
ڪوٺائڻ جو اوترو ئي حق آهي، جيترو هندن کي. جيڪڏهن
هندن کي ڪي هزارين ورهيه ٿيا آهن ته، مسلمانن کي به
هڪ هزار ورهيه ٿي ويا آهن، جهڙي طرح هندو فخر
سان پاڻکي هندستاني ڪوٺائي سگهن ٿا اهڙي طرح مسلمان
به ڪوٺائي سگهن ٿا. هندستاني ڪرستان کي به ساڳيو
حق آهي ته هو پاڻ کي هندستاني ڪوٺائي سگهي.
مان چاهيان ٿو ته مسلمان به هندستان جي آزادي هٿ
ڪرڻ لاءِ ڀاڱو وٺن ۽ پنهنجي جان پنهنجون جانيون
قربان ڪن.

عليڳڙهه اجلاس ۾ مهاتما گانڌيءَ کي جڏهن جي وقت
لاءِ واڳون سونپيون ويون. وائسراءِ سان ڳالهه لاءِ لکپڙهه
شروع ڪئي ويئي. تقرير ۽ اخبار جي آزادي ته ملڪ
ڪري شخصي ستياگره چالو ڪيو ويو ۽ هندستان جا
چونڊيا ڳوان اڳو شڪار ٿيا. مولانا آزاد به ٻالڊ ڪيو ويو.
١٩٣١ع ۾ جواهرلعل سان گڏ مولانا به آزاد ٿيو. جڏهن
زور وڌو ۽ جهان هندستان جي دولي اڇي ٿيو. سر
سٽيفورڊ ڪرپس آيو. ڪانگريس مولانا آزاد ۽ جواهرلعل
کي ساڻس ڳالهيون ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو. پٺي جوڙا اهڙي
وڏي جا هٿا ته قومي سرڪار ٺاهيا ڪئي وڃي ۽ لشڪر
جون واڳون هندستانين کي ڏنيون وڃن. مولانا چيو ته
"مان اهڙا ئي هندستاني ٿيندس، جو لڙوار سان دشمن

# سستو قومي ساهتيہ

قومي ساهتيہ منڊل ڀارَن، سنڌ ڀرانت ۾ قومي شناس پيدا ڪرڻ جي خيال کان، هيٺيان سستوهان قومي پستڪ شائع ڪيا ويا آهن:—

١- گانڌي سنگيت نيون ڇاپو
٢- ڀارت واسيا ڪيي ويل
٣- لوڪمانيہ تلڪ "
٤- لالا لجپتراء "
٥- ديش بندو داس "
٦- پنڊت موتيلعل نهرو
٧- آلاپ وطن
٨- ڊاڪٽر اني بيسنٽ ڪيي ويل
٩- پرپريڊانت وللڀائي پٽيل
١٠- شمع آزادي
١١- سري ديشي سنديش
١٢- سرحد جو گانڌي ضبط ٿيل
١٣- آزادي جي پڪ ڪيي ويل
١٤- مولانا ابوالڪلام آزاد
١٥- وجيہ لڪشمي
١٦- قومي جهنڊو
١٧- سباش چندر بوس

مٿيان پستڪ هرهڪ اي آئي جي قيمت لي هيٺ ڄاڻايل هنڌن ملي سگهندا۔

(١) ڪوڙومل سنڌي ساهتيہ منڊل، شهدادپوري پاڙو حيدرآباد سنڌ۔

(٢) قومي ساهتيہ منڊل، ٢٧ عامل ڪالوني "

---

Printed by Karamchand Nebhraj Dewani
at the Chandan Electric Printing Press, Market, Hyd. Sind
and published by
Mr. Bherumal Issardas Jagtiani, Quomi Sahitya Mandal,
27, Amil Colony, Hyderabad Sind.

انگريزن جي گرفتار ٿيڻ بعد ڇا ٿيو ڇا واپريو سو پاڻ کان ڪنهن کان ڳجهو ڪونهي. سرڪار جيڪا ظلمي پاليسي اختيار ڪئي ۽ بي گناهه هندستانين تي ڪهڙي ڪاري وهائي، سا ڪنهن کان لڪي ڪين رهي آهي.

١٩٤٣ع ۾ مولانا جي اهليه بي چاڪ ٿي پيئي. ماڻهن جي ڪوٺڙي گهر هوندي به ڪين ڇڏائي وقت پنهنجي استري سان ملاقات ڪرڻ جو وجهه. هن اندوري سرڪار ڪين ڏنو. آخر هوءَ راهه رباني وٺي ويئي ۽ پنهنجي پياري پتيءَ جي درشن ڪرڻ کان محروم رهجي ويئي.

بمبئي جي تاريخي آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽي جي ميٽنگ ۾، جا پر جوش تقرير مولانا ڪئي، سا حيرت انگيز هئي. سندس تقرير جو تاثير هو ته هندستان ۾ اڄ آزادي جي اها آخري اپيل آهي، جا ڪابه دنيا جي طاقت اجهائي نٿي سگهي. هو اڄ به ڪانگريس جي ٻيڙي جو سڪاني ٿي، انکي سنڀالي رهيو آهي. شل ڪيس تڪليفن ۽ ڏاڪڙن رولي طوفان کان بچائي سهي سلامت ڪناري لڳائي.

خدا در اهائي گذارش وڪان تو ته اسانجي روح روان انگرين مولانا آزاد کي ايتري حياتي ڏئي، جو هو پنهنجي اکين سان هندستان کي آزاد، آباد ۽ شاد ڏسي وڃي. اهائي اسان آشا! اهائي اسان آرزو!!

سما پسء

# قومي ساهتيہ

جئين ته سنڌي قومي ساهتيہ جا ڪتاب بلڪل ٿورا آهن تنهن ڪري قومي ساهتيہ منڊل طوفان وچار ڪيو آهي ته ڪي وڌا قومي ساهتيہ جا ڳهرا ڪتاب شايع ڪجن جن ذريعي سنڌ پرانت ۾ قومي شناس وڌي. منڊل جي معرفت هر اوائي جو ساهتيہ جهڙوڪ ديش ڀڳتن جا جيون چرتر، ملڪي ۽ آرٿڪ مسئلن تي وچار، ڪو نانون، نانڪ اتهاس وغيره وقت بوقت ڇپبا ايندا. هيٺيان وڌا قومي پستڪ شايع ڪيا وڃن ٿا :-

١- گانڌي سولو پڪو جلد قيمت ٠-٨-١ روپيو
٢- پارلي سنگيت ،، ،، ٠-٠-٢ ڪچي ويل
٣- قومي پروانا پڪو جلد ٢-٠-٠ ڪچو جلد ٠-٨-١ روپيو
٤-٥- پنڊت جواهر لعل نهرو جي لائڻي آتم ڪٿا ۽ چرچي جو راڄ ليکڪ پروفيسر ناراڻداس ولي چند ملڪاڻي،
٦- مرحوم مسٽر الهه بخش جي مڪمل حياتي ليکڪ مسٽر ليوٽ وسمت پريس ۾ ڇاپل آهن.

مٿيان پستڪ هيٺين هنڌان ملي سگهندا :-

١- ڪوڙومل سنڌي ساهتيہ منڊل حيدرآباد سنڌ.
٢- قومي ساهتيہ منڊل، ٢٧- عامل ڪالوني، حيدرآباد سنڌ.

۽ سنڌ جي سڀني ڪاڌي ڀنڊارن تان مٿين پستڪن جي پڇا ڪجي.